بسم الله الرحمان الرحيم

سنگ پسي سرهي نہ ٿي متان هوت نہ پنهنجو ڪن،
ان در متي دادليون رئنديون رت وڃن.
چونديون ائين وڃن، متان پاند پسائيون. (شاہ لطيف)

## نيشنل ازم

سنڌ ساگر پارٽي جي منشور جا ڪل ٽي مول متا ۽ عنوان آهن هڪ نيشنل ازم ٻيو سوشل ازم ٽيون سيڪيولر ازم. اڳتي ٽنهي مول متن جي تشريح بيان ڪجي ٿي.
انسان کي پيدا ٿيڻ سان الله عزوجل انکي پهريائين پهريائين ان جو تعارف ڏنو آهي. يعني ان جي سڃاڻپ ڏني آهي، ان کي ايڊنٽي فڪيشن ڏني آهي. ان تعارف ۽ سڃاڻپ ۾ ان جي نسلي ۽ خانداني حوالي سان ان جي شخصيت جو تعارف ڪرايو آهي. جنهن لاءِ فرمايو اٿس تہ يا ايها الناس انا خلقنا ڪم من ذڪر و انثي وجعلنا ڪم شعوبا وقبائل لتعارفوا، ان اڪرمڪم عندالله اتقا ڪم ان الله عليم خبير (49-13) يعني اي انسانو! اسان اوهان کي نر ۽ مادي مان پيدا ڪيو آهي ۽ توهانکي شاخن ۽ قبيلن ۾ بڻايو آهي هن لاءِ تہ اوهان جي سڃاڻپ ٿئي. تشخص ٿئي. تعارف ٿئي.

انسانن جا جدا جدا رنگ ۽ ٻوليون بہ الله جي نشانين مان آهن

جنهن متعلق رب پاڪ جو فرمان آهي تہ ومن آياتہ خلق السماوات والارض واختلاف السنتڪم والوانڪم ان في ذالڪ لآيات للعالمين (30-22) يعني الله جي آيتن مان آهي پيدا ڪرڻ آسمانن ۽ زمين جو ۽ توهان انسانن جي ٻولين ۽ رنگن جو مختلف هجڻ بہ، بيشڪ انهيءَ ۾ علم وارن لاءِ نشانيون آهن.

الله پاڪ زمين ۾ ماڻهن جي ورچ نسلي بنيادن تي ڪئي آهي

بني اسرائيل وارن کي الله عزوجل ٻارهن قبيلن ۾ ورهائي پيدا ڪرڻ بابت فرمايو تہ وقطعنا هم اثنتي عشرہ اسباطا امما (160-7) يعني اسان قوم بني اسرائيل وارن کي ٻارهن نسلي مادري قبيلن ۾ ورهايوسون. (اسباط ۽ سبط اولاد جي

معني ۾ آهي ) ( 136-2 ) اڳتي انهن نسلي قبيلن لاءِ فرمايائين تہ وقطعنا هم في الارض امما ( 168-7 ) يعني اسان انهن قبيلن کي مادري نسلن جي بنيادن تي زمين ۾ ورهائي آباد ڪيو سون.

## لفظ قوم جي معني؟

ڪوڙ گروھ، جٿو، ٽولو، جڏهن ڪنهن بہ ڪردار مان يا نسلي مت ڀيد مان قوام، سگهہ ۽ استقامت ۽ قوت حاصل ڪري تہ اهو گروھ ۽ اهڙي ڪردار وارا ۽ نسل وارا انهيءَ قوم مان سڏيا ويندا.

جيئن تہ قرآن حڪيم ۾ ظالمن، فاسقن، مجرمن، عالمن، شڪر گذارن، ڪافرن، اجايو خرچ ڪندڙن، ايمان آڻڻ وارن ۽ ايمان نہ آڻڻ وارن، بي سمجهن، ڏچندڙن غور فڪر ڪندڙن، عقل کان ڪم وٺندڙن، کي قوم جي نالي سان سڏيو ويو آهي. پر افسوس آهي جو ملڪ پاڪستان ٺاهڻ لاءِ ملڪ جي بانيڪارن ۽ انهن جي دانشورن لفظ قوم لاءِ هي فلسفو مشهور ڪيو تہ دنيا ۾ ڪل بہ قومون آهن هڪ مسلمان ٻيو ڪافر، انهن جي اهڙي اعلان سان نسل جي نسبت وارين قومن جو هنن مڪمل انڪار ڪري ڇڏيو. جڏهن تہ الله پاڪ قرآن ۾ ڪافر ماڻهن ۽ قومن کي سندن نبين ۽ رسولن جي قوم منجهان ڳڻيو آهي. فرمان آهي تہ **و يا قوم لايجر منكم شقاقي ان يصيبكم مثل ما اصاب قوم نوح او قوم هود او قوم صالح وما قوم لوط منكم ببعيد** (89-11) هن آيت سڳوري ۾ جناب شعيب عليہ السلام پنهنجي وطني قوم مدين وارن کي چوي ٿو تہ اي منهنجي قوم اوهانجي مونسان دشمني اوهان کان اهڙا ڪم نہ ڪرائي جن جي سبب اوهان تي اهڙو عذاب اچي وڃي جهڙو قوم نوح يا قوم هود يا قوم صالح مٿان آيو ۽ لوط جي قوم جي علائقو تہ توهان کان پري بہ ڪونهي ڪو، هن آيت ۾ رب پاڪ سين ڪافر قومن کي انهن نبين جي نسلي قوم مان ڳڻيو آهي ۽ نبين کي بہ انهن ڪافرن جي قوم مان انهن جو ڀاءُ ڪري ڳڻيو آهي. بلڪ اذ قال لهم اخوهم نوح الاتتقون ( 1.6-26 ) اذ قال لهم اخوهم هود الاتتقون ( 124-26 ) اذ قال لهم اخوهم صالح

الاتتقون ( 26-146 ) اذ قال لهم اخوهم لوط الاتتقون ( 26-161 ) هنن آيتن ۾ تہ اللہ عزوجل پنهنجي نبين ۽ رسولن کي انهن جي ڪافر قومن جو ڀاءُ ڪري سڏيو آهي ۽ ٻڌايو آهي. هنن آيتن مان هي ثابت ٿئي ٿو تہ ڪافر ۽ مسلم پاڻ ۾ هڪ قوم مان هڪ نسل مان هڪ پيءُ ۽ ماءُ مان هڪ خاندان ۽ هڪ قبيلي مان پيدا ٿي سگهن ٿا. بلڪ پيءُ مؤمن جيئن نوح عليہ السلام ۽ انجو پٽ ڪافر ٿي چڪو آهي ۽ پيءُ ڪافر ۽ ان جو پٽ مؤمن جيئن جناب ابراهيم عليہ السلام ۽ ان جي پيءُ جو مثال قرآن مجيد ۾ موجود آهي. پر افسوس آهي جو پاڪستان لاءِ دنيا ۾ صرف ٻن قومن جي هجڻ جو نظريو ناهڻ وارن قرآن حڪيم جي قوميت بابت فلسفي کي مڪمل طرح سان ڇڏيو آهي ۽ ان جو انڪار ڪيو آهي. ڪافر ۽ مسلم جي نسلي بنيادن تي هڪ قوم مان ٿي سگهڻ جو انڪار ڪيو آهي.

- جيڪي قومون پنهنجي وطن بچائڻ لاءِ جنگ نہ لڙنديون انهن مٿان ٻيون قومون قبضو ڪري انهن جي زمين مٿان وارث بڻجي وينديون.

فرمان آهي تہ الاتنفروا يعذبكم عذابا اليما ويستبدل قوما غيركم ولاتضروه شيئا و الله علي كل شي قدير ( 9-39 ) يعني جيڪڏهن اوهان (دشمنن سان وڙهڻ لاءِ) جنگ ڪندؤ تہ الله اوهان کي دردناڪ عذاب ڏيندو (اهڙو دردناڪ) جو اوهان جي (وطن زمين ۽ ملڪ ۾) اوهان کان سواءِ ڪنهن ٻي قوم کي آڻي ڇڏيندو ۽ توهان الله جي ان اٽل قانون کي ڪوبہ نقصان نٿا پهچائي سگهو. (جيئن اڄ ڪلہ سنڌ ۾ اها صورت حال نظر اچي رهي آهي)

نظريي ۽ وطن جي حفاظت لاءِ جنگ ڪرڻ سان گڏ پنهنجا مال خرچ ڪرڻ بہ ضروري آهن. فرمان آهي تہ هاانتم هؤلاءِ تدعون لتنفقوا في سبيل الله فمنكم من يبخل و من يبخل فانما يبخل عن نفسه والله الغني وانتم الفقراء وان تتولوا يستبدل قوما غيركم ثم لايكونوا امثا لكم ( 47-38 ) يعني ڏسو تہ توهان مان اهڙا بہ ماڻهو آهن جن کي جيڪڏهن سڏيو ۽ چيو وڃي ٿو تہ الله جي قانون لاءِ خرچ ڪيو. تہ هو پنهنجو مال اهڙن ڪمن لاءِ ڪولي رکڻ بدران ڪنجوسي ڪن ٿا. ٻڌي ڇڏيو تہ جو

شخص بخل ڪندو اهو پنهنجي لاءِ ڪندو. الله بي پرواهه آهي توهان محتاج آهيو. جيڪڏهن اوهان الله جي حڪمن ۽ قانون ڪـان منهن موڙيندو ته الله جو قانون اوهان جي بدلي ۾ (حڪمراني لاءِ) ڪنهن اهڙي ته بي قوم ڪـــــي آڻيندو جيڪا اوهان جهڙي ڪنجوس ۽ دنيا پرست نه هوندي (آيت جو خلاصو ختم) هنن آيتن مان ثابت ٿيو ته قومون جڏهن تعاون ۽ اصلاح وارن پنهنجي اصولن ۽ نظرين لاءِ جان ۽ مال جون قربانيون نه ڏينديون ته انهن ڪان انهن جو وطن زمين ۽ اقتدار ڪسي ڪنهن ٻي اهل ۽ لائق قوم کي ڏنو ويندو آهي. الله جو قانون ڪنهن قوم لاءِ بغير ڪردارن جي صرف موروثي استحقاق کي قبول نه ٿو ڪري.

### حياتي ۽ موت اصولن تي ۽ ڪليل دليلن تي هجڻ گهرجي

فرمان آهي ته جڏهن ڪي به قومون پاڻ ۾ ٽڪرجن ۽ اختلاف ڪن ته انهن جي بقا ۽ فنا، انهن جو موت ۽ حياتي، انهن جو استحقاق ۽ استخلاف، انهن جي حق ۽ ناحق تي هجڻ جو موقف ۽ دعوي اهو سڀ ڪجهه ڪـليل دليلن تي هجڻ گـهرجي. ان لاءِ فرمايو ويو ته ليهلک من هلڪ عن بينة ويحيٰ من حي عن بينة وان الله لســـميع عليم (8-42) خلاصو مٿي اچي چڪو.

## سوشلزم

قرآني نظريہ حيات ۽ ان جو معاشي نظام

فلسفو يا عالمي نقطہ نظر Philosophy or World view

هن دنيا، زندگي، ڪائنات، موت، موت ڪانپوءِ زندگي مادو يا زندگي خود بخود پيدا ٿي ويا يا ڪنهن انهن ڪـــــــــي پيدا ڪيو آهي؟ خدا جيڪڏهن موجود آهي تہ اهو ڪائنات ڪـان الڳ آهي يا ان ۾ جاري وساري آهي؟ ڪائنات هميشہ ڪـان موجود آهي يا ڪنهن ان کي عدم مان پيدا ڪيو آهي؟ روح ڇا آهي؟ اهو جسم ڪـان الڳ آهي يا اهو دماغ جي ڪارڪردگـــي جو نالو آهي؟ وغيره خاص لقائن وغيره بابت مجموعي خيالن کـــي ماڻهو جو عالمي نقطہ نظر يا فســـلفو چئجي ٿو. ڪائنات، سماج، انســـــــــــــــــــــــان ۽ هن دنيا بابت مخصوص خيالن، تصورن، ســـوچن، راين، رجحانن، عملي زندگـــي گـــذارڻ جي طريقن جو علمي، نظرياتي بنياد متعلق پوري باضابطہ نظام کـي نظرياتي عالمي نقطہ نظر يا فلســفو چئجي ٿو. باضابطہ فڪري نظام کـــي ۽ Ideology باضابطہ منظم عملي نظام (هيٺ کـان مٿي تائين) کي Order يا System چئبو آهي ٻنهي کي گڏي قرآني اصطلاح ۾ "دين" چئجي ٿو.

قرآني نظرئي جا بنيادي اصول:

قرآني قانون زوجين

1. والذي خلق الازواج ڪلها (12:43)

۽ جنهن سيني شين جا جوڙا (ضد) پيدا ڪيا آهن.

ومن ڪل شـي خلقنا زوجين (49:51) ۽ اسان هر شـي جا جوڙا (ضد) پيدا ڪيا آهن. زوج جي معنيٰ بہ شـــــيون هڪٻئي جي مطابق هجن يا هڪٻئي جي ابتڙ ۾ مخالف هجن جيئن دنيا آخرت، عذاب ثواب، جنت جهنم، روح جسم، ظاهر باطن، خالق مخلوق، ڏينهن رات، روشـــني اونداهہ، زمين آسمان، مرد عورت منفي مثبت وغيره اُن مفهوم ۾ شـــــيون هڪٻئي لاءِ تڪميل جو Complimentary Parh of eacholder سبب هجن ٿيون.

هو الاول والاخر والظاهر والباطن (حديد:3) اهو ئي اول ۽ آخر آهي ۽ اهو ئي

ظاهر اهو ئي باطن آهي. يعني ذات الاهي ظاهر الموجود (مادي ڪائنات) ۽ باطن الوجود (لڪيل پاسي) جو مجموعو آهي. انَ ڪري

ڪائنات حق (معروضي خارجي) آهي اها باطل نہ آهي. (3:190) قرآني قانون زوجين (ضد)، سائنس جو پيش ڪيل Low of Anti Universe ۽ جدلياتي منطق (جدلياتي ماديت) جو ضدن جو قانون Low of Contradiction مطابق ڪائنات جي هر شيءِ اندر شروع ڪان آخر تائين هميشه ہہ ابتڙ عنصر موجود هوندا آهن جيڪي هڪبئي سان ٽڪرائجن ٿا ۽ هڪبئي جي بقا جو ذريعو بہ هجن ٿا ان ڪي ضدن جي وحدت Unity of Opposites چون ٿا. تغير، ارتقا، ٽڪراءُ، چرپر، حرڪت (جيڪا ڪائنات ۾ هر وقت جاري رهي ٿي؟

ڪل من عليها فان (26:55)

ڪائنات جي هر شيءِ هر وقت تبديل (تغير، حرڪت) ٿيندي رهي ٿي. هر نئين مرحلي ۾ ان جون گهرجون (تقاضا) مختلف هوندا آهن.

........ ڪل يوم هو في شان (29:55) ڪائنات جي هر شيءِ هر وقت هڪ نئين هيئت ۾ هجي ٿي ۽ پنهنجي نشونما Development لاءِ خدا جي شان ربوبيت جي محتاج. اهڙي طرح اها شيءِ نشونما حاصل ڪري هڪ نئين شيءِ بڻجي وڃي ٿي.

ما ينفع.................. الارض (17:13)

ڌرتي تي جيڪو نظام پوري انسانيت لاءِ فائدي وارو هوندو.

قانون زوجين مطابق ضد

| | |
|---|---|
| ظاهر | باطن |
| مخلوق | خالق |
| عالم خلق | عالم امر |
| (مادي دنيا) | (غير مادي دنيا) |
| دنيا | آخرت |
| انساني جسم | روح |
| مادي قوتون | (غير مادي قوتون) |
| ڪشش انرجي | (ملائڪ، روح، جن، شيطان) |

| نفس اماره | نفس لوامہ |
| --- | --- |
| طبعي قانون<br>Low of Nature | مستقل قدرون<br>Permanent Values or Universal Ethics |
| قوت لحميہ | قوت بهيميہ قوت ملڪيہ |
| عالمِ امر | عالمِ خلق |
| 1. ان ۾ زمان و مڪان نہ هوندو مفاصلو) آهي. | 1.ان ۾ زمان و مڪان (وقت ۽ هوندو آهي. |
| 2. ان ۾ ڊائمينشن (بعد) نہ هوندو ويڪر، ٿولهہ) آهي. | 2.ان ۾ ڊائمينشن(ڊيگهہ هوندي آهي.مادو ڪنهن نہ ڪنهن ۾ شڪل هوندو آهي. |
| 3. أن ۾ بدع ۽ فطر (عدم مان پيدا ڪرڻ) جو عمل ٿئي ٿو. | 3. ان ۾ عمل تخليق (شين مان شيون ٺهڻ) ٿئي ٿو. |
| 4. ان ۾ حرڪت واضح نہ هوندي آهي | 4. ان ۾ حرڪت واضح آهي. حرڪت ڪانسواءِ مادي ڪائنات جو تصور ناممڪن آهي. |
| 5. ان ۾ نفس (روح) جا نتيجا نڪرن ٿا(مستقل قدرن جا نتيجا نڪرن ٿا) | 5. ان ۾ جسم جا نتيجا ظاهر ٿين ٿا. (طبعي مادي قانونن جا نتيجا نڪرن ٿا). |
| 6. وسيلن جي ضرورت نہ آهي . | 6. وسيلن جي ضرورت هوندي آهي. |
| 7. روح ۾ ڪابہ تبديلي نٿي آهي. | 7. جسم ۾ تبديليون ٿينديون رهن ٿيون. |

### قرآني روح جي بقا جو نظريو:

### جدلياتي اصولن مطابق

1. ابتڙ (ضدن يا زوجين) جي گڏيل ڇڪتاڻ (ارتقا) جو سلسلو اڻ ڪٽ آهي. ڇڪتاڻ (جدلياتي عمل ، ارتقا ، حرڪت يا تغير) جي سلسلي ۾ نئين شي

جيڪا وجود ۾ اچي ٿي، پهرئين شي کان بهتر ارفع هجيٰ ٿي. يعني جدلياتي ارتقا سادي کان پيچيده طرف، ادنيٰ کان اعليٰ طرف ٿيئي ٿو، جنهن ۾ عمل ارتقا (جدلياتي عمل) سان منفي يا مثبت صفتون نئين شي ۾ منتقل ٿين ٿيون.

Thesis + Antithesis = Synthesis

ضدن کان سواءِ ڪائنات ۾ ڪا به شي پنهنجو وجود برقرار رکي نٿي سگهي. ان نئين شي ۾ منفي يا مثبت خاصيتون منتقل ٿي وڃن ٿيون. اها نئين شي پراڻي کان مختلف هوندي آهي.

3. ان جدلياتي عمل (تغير، حرڪت، چرپر، ارتقا، ڇڪتاڻ) ۾ رجعت (پوئتي هٽڻ) نه آهي. اهو Spiral صورت ۾ اڳتي وڌي ٿو. مثلاً پوڙهو ڪڏهن به ٻيهر ٻار ٿي نٿو سگهي بلڪ ٻار ارتقا ڪري پوڙهو ٿيئي ٿو.

4. ڪائنات ۾ هر شي تغير (چرپر، تبديلي، حرڪت)، ارتقا، جدلياتي عمل يا ضدن جي ڇڪتاڻ) ۾ آهي سواءِ جدلياتي ارتقا يا جرڪت جي اها عالمگير صداقت، زمان و مڪان جي حدن کان مٿي آهي. اهو ڪائنات جو ابدي ۽ اڻ تبديل ٿيندڙ قانون آهي. اهو معروضي (خارجي) قانون، عالمگير حقيقت ۽ مطلق صداقت آهي، جيڪو ازلي، ابدي ۽ ضدن جي ڇڪتاڻ جو پيدا ڪيل ته آهي انسان ان کي ڳولهي سگهي ٿو، ان کي تخليق نٿو ڪري سگهي ٻين لفظن ۾ اهو مستقل قدر آهي. جامد (بيٺل يا ڄميل) مادو ان جدلياتي طريقي سان آهستي آهستي انساني روپ ۾ ارتقا جون منزلون طئي ڪري تبديل ٿي ويو. ان ۾ نئين شي ان جو فڪر ۽ شعور بلڪ خود شعور جڻ Self Consciousness آهي ان لحاظ کان اهو سابقه (اڳئين) ڪڙين کان بلند ۽ اعليٰ آهي. هاڻي سوال پيدا ٿئي ٿو ته جدلياتي عمل جي اڻ ڪٽ سلسلي جي لحاظ کان ان کانپوءِ ڇا ٿيندو؟ اهو اسان جو مشاهدو آهي ته مون کانپوءِ انساني جسم بي جان مادو رهجي وڃي ٿو جيڪو ڪجهه وقت کانپوءِ منتشر Decompose ٿي مختلف ڪيمائي جزن ۾ تبديل ٿي لوهه، فاسفورس، چونو وغيره وغيره جيڪڏهن انسان ان جو جسم Physical Body جو نالو هو ته پوءِ اها تبديلي ان کي اڳيان وڌي وڃڻ جي بجاءِ جامد مادي ڪي ان پهرئين صورت ۾ وٺي وڃي جتان ارتقا جي سلسلي جي ابتدا ٿي هئي. اها جدلياتي ارتقا نه بلڪ رجعت آهي

۾ رجعت به اهڙي جو جدلياتي ڇڪتاڻ هزارين سالن ۾ ارتقائي منزلون طئي ڪيون هيون. موت جي هڪ ئي سخت ڌڪ سان انهن سپني ڪي مٽي سان ملائي ڇڏيو. ڳالهه جتان ڪان شروع ٿي هئي اتي پهچي وئي. (جڏهن ته جدلياتي ارتقائي عمل ۾ رجعت نه ٿيندي آهي بلڪ اڳتي وڌندي رهندي آهي) جيڪڏهن چيو وڃي ته موت سان هڪ فرد جو خاتمو ٿي وڃي ٿو پر نوع انساني باقي رهي ٿي. مرڻ وارو پاڻ جهڙو انسان پيدا ڪري ڇڏي ٿو ته ان سان به جدلياتي قانون غلط ثابت ٿئي ٿو. ڇاڪاڻ ته ان سان اها شي يعني انسان ڪنهن ٻئي شي ۾ تبديل نٿو ٿئي ساڳيو جو ساڳيو رهي ٿو تنهن ڪري اها ترقي (اڳتي وڌڻ) Progress به بلڪ دوهرائڻ Repitation آهي. اهو سڌي ليڪ ۾ اڳتي وڌڻ نه آهي بلڪ هڪ گولي Circle جي چڪر ۾ ڦرڻ آهي (اهيو به جدلياتي قانون جي خلاف آهي) ٻيو اهيو ته هڪ فرد هڪ شي آهي. سوال پيدا ٿئي ٿو ته ان فرد ۾ ڪهڙي تبديلي آئي. جدلياتي ارتقا جي لحاظ ڪان اهو پنهنجي موجود هيئت ڪان مختلف ۽ ارفع صورت ۾ تبديل ٿيڻ گهرجي (ادنيٰ ڪان اعليٰ طرف ارتقا) انساني نسل جي بقا سان اهو فرد باقي نٿو رهي، نه ئي ڪنهن اعليٰ صورت ۾ تبديل ٿئي ٿو. ان جو جسم مادي جزن ۾ تبديل ٿي وڃي ٿو. اهڙي طرح ان جو بحيثيت انساني فرد جي خاتمو ٿي وڃي ٿو.

ٻيو سوال سامهون اچي ٿو ته اهي ڪهڙا ابتڙ عنصر آهن جيڪي هڪ فرد جي پاڻ ۾ گڏيل ڇڪتاڻ ۾ رهن ٿا؟ اهو ٺيڪ آهي ته انساني جسم جي اندر هر وقت تعمير ۽ تخريب Anabolism and Katabolism جو عمل جاري رهي ٿو. ان جا پراڻا جيو گهرڙا Cell هر وقت فنا ۽ ان جي جاءِ تي نوان سيل هر وقت هڪ نئين جسم ۾ تبديل ٿيندو رهي ٿو ايستائين جو اهو هڪ بلڪل نئون جسم بڻجي وڃي ٿو پر اهو اندروني ڇڪتاڻ وارو سلسلو موت ڪان پوءِ ختم ٿي وڃي ٿو ان ڪان اڳيان نٿو وڌي ۽ جدلياتي ارتقا جو بنيادي اصول آهي ته جدلياتي ارتقا، ڇڪتاڻ، حرڪت، تغير، چرپر، تبديلي جو عمل اڻ ڪٽ Endless آهي (پوءِ اهو غلط

ثابت ٿئي ٿو جڏهن ته موت (انتقال Transfer) سان اهو چڪتاڻ ۽ ارتقا وارو سلسلو بيهي رهي ٿو)

تنهن ڪري انسان جيڪڏهن ٿلو ان طبعي جسم Physical Body جو مجموعو آهي ته ان سڀان ضدن جي قانون عمارت هيٺ ڪري پوي ٿي (ڇاڪاڻ جو جدلياتي اصولن مطابق ڪائنات ۾ ڪا به شي ضدن کان سواءِ پنهنجو وجود برقرار رکي نٿي سگهي. مثبت سان گڏ ان اها جدلياتي چڪتاڻ جيڪا گهرڻن جي نه آهي نه پوءِ سوال سامهون اچي ٿو ته اهي ڪهڙا به ابتڙ عنصر آهن جن ۾ هر وقت چڪتاڻ رهي ٿي؟ (جدلياتي اصولن مطابق ڪائنات ۾ موجود هر شي جا خد هجڻ تمام ضروري آهن ته پوءِ انساني جسم جو لازماً ضد هوندو جنهن کي روح يا نفس Divine Energy چئجي ٿو) ان مان هڪ عنصر ان جو جسم آهي جيڪو اسان جي سامهون آهي ٻيو عنصر جسم جي ضد هجڻ گهرجي. اهو ڇا آهي؟ پوءِ انهن ٻنهي مان هن وقت ڪهڙو عنصر غالب يا بنيادي Principal آهي ۽ ڪهڙو مغلوب يا ثانوي Secondary ۽ جڏهن ڪجهه وقت کانپوءِ انهن عنصرن جي پاڻ ۾ مٺا سٺا تي ويندي يا هڪ عنصر ختم ٿي ويندو ته انسان ڇا بڻجي ويندو ۽ ظاهر آهي ته جيڪو ڪجهه اهو ان وقت ٿي ويندو ان جو مرحلو موت (انتقال) کان پوءِ ٿي ايندو. ان مان چٽي طرح بيان واضح ٿئي ٿو ته جدلياتي ماديت جي فلسفي مطابق موت سان انسان جو خاتمو نٿو ٿي وڃي ان جو سلسلو (ارتقا) پوءِ به جاري رهي ٿو.

خود اينگلز به "فطرت جي جدليات" نالي ڪتاب ۾ صفحي 54 تي ثابت ڪيو آهي ته "ان فولادي جبر سان گڏ جنهن سان اها زندگي زمين تي پنهنجي اعليٰ ترين سوچڻ وارو دماغ ختم ڪري ڇڏيندو اهو لازما ڪنهن ٻئي جاءِ تي ڪنهن ٻئي وقت تي اهو پاڻ کي پيدا ڪري وٺندو".

انسان ٻن شين جو مجموعو آهي هڪ جسم ٻيو انساني ذات (روح) جو ٻنهي جون ضرورتون الڳ الڳ آهن جسم جي نشو نما "وڌڻ" سان ۽ روح يا انساني ذات جي نشو و "ڏيڻ" سان ٿئي ٿي. ان مقصد کي حاصل ڪرڻ لاءِ اهڙي

نظام حيات جي ضرورت آهي جيڪو جسم ۽ انساني ذات ٻنهي جي گهرجن کي پورو ڪري ان کي قرآني نظام ربوبيت Quranic Social order چئجي ٿو. قرآن اهڙو سماج قائم ڪرڻ چاهي ٿو جتي هر انسان لاءِ ماني، پاڻي، ڪپڙي، گهر جو انتظام هجي (20:118-117) هر هڪ لاءِ اهي شيون گهٽ تعداد ۾ موجود هجن (2:35). (7:25-19) قرآن جو اصل مقصد امت واحد Class less Society قائم ڪرڻ آهي. ابتدائي (قديم) ڪميونزم (امت واحده) وارو نظام ختم ٿيڻ ڪري پيهر ان کي قائم ڪرڻ لاءِ نبين کي موڪليو ويو.(10:19),(2:213),(57:25)

قرآن مطابق انسان رڳو طبعي (مادي) جسم جو نالو نه آهي. انسان ۾ جسم کان علاوه هڪ ٻي شي به آهي جنهن کي انساني ذات Human Personality (روح يا نفس Divine Energy) چئجي ٿو. انساني زندگي جو مقصد ، ان جي ذات جي نشو و نما آهي جنهن سان هڪ فرد هن دنيا ۾ ڪاميابي جون منزلون ماڻي ۽ موت کان پوءِ واري زندگي ۾ ذات جي ارتقا جون منزلون طئي ڪرڻ جي قابل ٿي وڃي ان جي ابتڙ ان جي ذات جي ارتقا رڪجي ويندي. موت کانپوءِ انسان ذات جي ارتقا جاري رهڻ کي "جنت" ۽ ذات جي ارتقا رڪجڻ کي جهنم چئجي ٿو. انساني ذات جي نشو و نما ضروري آهي ته هڪ اهڙو نظام قائم ڪيو وڃي جيڪو سڄي انسانيت کي بک، خوف ۽ هر قسم جي ظلم کان محفوظ رکڻ جي ضمانت ڏئي سگهي. قرآن مطابق جيستائين ماڻهو "ماني جي مسئلي کان آزاد ٿي نه ٿيندو ته اهو انساني سطح جي زندگي تائين پهچي نه سگهندو. ان لاءِ ضروري آهي ته سيني طاغوتي قوتن کي هٽائي اهڙو سماج قائم ڪيو وڃي جيڪو ذهن کي "ماني" (معاش) جي فڪر کان آزاد ڪري ڇڏي ته جيئن ان جون سيئي قوتون صلاحيتون، حيواني سطح کان مٿي ٿي ، زندگي جي اعليٰ مقصدن کي حاصل ڪرڻ لاءِ وانديون ٿي وڃن. جذبو به محرڪ يا نظرياتي بنياد، نظام ربوبيت جو بنيادي اصول آهي

"هر ڪو صلاحيتن مطابق ڪم ڪري ۽ ضرورتن مطابق ڪــٺي". اهو جذبہ محرڪ (نظرياتي بنيادِ) ڇا آهي؟ جنهن مطابق فرد وڏ ڪـــان وڏ پنهنجي صلاحيتن مطابق محنت ڪن ۽ ضرورت مطابق ڪٺن. ڇاڪاڻ جو جذبہ محرڪ سان ئي ماڻهو پين لاءِ ڪم ڪرڻ تي آماده ٿيندو آهي. پنهنجي صلاحيتن ۽ محنت ڪي سماج حوالي ڪري ٿو ۽ موت ۾ سماج ان ڪي سـندس ضرورت مطابق ســب ضرورتون پوريون ڪرڻ جو ذميدار هجي ٿو. جسم جي واڌ ويجهہ لاءِ انهن شين جي ضرورت هوندي آهي جيڪو فرد خود ڪائي يا استعمال ڪري ٿو. انساني ذات جي نشو و نما لاءِ قانون اهو آهي تہ هڪ فرد جي ذات جي نشـــو و نما ان ســـان ٿئي ٿي جيڪو ٻين جي نشـــو و نما لاءِ ڏئي.

جيترو ٻين فردن جي نشو و نما لاءِ ڏيندو ويندو ايتري قدر ان جي ذات جي نشو و نما ٿيندي ويندي، جنهن شـــخص جي زندگـــي جو مقصد پنهنجي ذات جي نشـــو و نما هجي، اهو وڏ ڪــان وڏ محنت ڪري ڪمائيندو ۽ پنهنجي لاءِ ان مان ضرورت مطابق ڪـــٺندو باقي سماج جي نشـــو و نما لاءِ ڏئي ڇڏيندو. اهو ٻين ڪـــي پنهنجو پاڻ تي ترجيح ڏيندو چاهي ان ڪـــي تنگـــي ڇو نہ ڳـــذارڻو پوي (اهو ايمرجنســـي وارو قانون آهي) (9:59) ڇاڪاڻ جو جيڪي پنهنجي نفس جي بخل ڪان بچايا ويندا سي ئي ڪامياب آهن (9:59)

بيشـــــــــڪ اهو ڪامياب ٿيو جنهن پنهنجي نفس ڪـــــــــي پاڪ (تزڪيو) ڪيو (14:87)

الذي يو تي مالہ يتزڪي (18:92) جيڪو پنهنجو سب ڪجهہ (يا محنت) ٻين کي ڏئي ٿو اهو پاڪ ٿي وڃي ٿو. اهيو قرآني تزڪيہ نفس آهي، جيڪـو لا طبقـاتي سماج (امت واحد) قـائم ڪـرڻ جو جذبہ محـرڪ ۽ نظريـاتي بنيـاد آهـي. روح (انساني ذات) جي تصور ڪانسـواءِ تزڪيہ نفس جو تصور بيڪار ۽ ناممڪن آهي. انسـاني ذات جي تزڪيہ ڪـان سـواءِ انسـان ۽ حيوان ۾ ڪو بہ فرق نٿو رهي. ٻنهي جون جسماني ضرورتون ۽ عمل هڪجهڙا ٿين ٿا.

صرف انساني ذات جي تزڪيہ ڪري اهو ٻين حيوانن ڪان مختلف ٿي وڃي ٿو.

حيوانؤ انسان هڪجهڙن مرحلن مان گذري ٿو. جيڪي لکين ڪروڙين سالن جي ارتقا ڪانپوءِ وجود ۾ آيا آهن. ان ڪانپوءِ مادي تصور حيات ۽ قرآني نظريہ حيات ۾ فرق اچي وڃي ٿو. پوءِ انسان ان ڪي نٿين مخلوق ٺاهي ڇڏيو(14:23) اها تبديل اها هٿي تہ ان ۾ خدا پنهنجي توانائي (روح) جو ذرو وجهي ڇڏي ٿو (32:9) جنهن ڪري ان ۾ ڳالهائڻ، لکڻ، علم، سکڻ، قوت تخليق، رفاه عام، حسن ۽ جمال، مدني الطبع جون صلاحيتون بيدار ٿي ويون.




طاغوت (غير خدائي قوتون) سامراج، حڪمران طبقو، اسٽبلشمنٽ، بيورو ڪريسي، استحصالي طبقو استحصالي طبقي جا ٿنڪ ٽينڪ (دانشور، مذهبي پيشوائيت، پروپيگنڊه ڪندڙ مشنري) حضور ﷺ جي اچڻ وقت بہ سامراجي عالمي قوتون(ڪسريٰ ۽ قيصر) هيا جن کي ختم ڪرڻ لاءِ حضور ﷺ مبعوث ٿيا فرعون: حڪمران طبقي جو نمائندو آهي جيڪو پورهيت عوام Working Class ۾ ناهمواريون ڦهلائي ٿو ۽ عوام کي ٽولن، فرقن، گروهن ۾ ورهائي ٿو جيئن انهن جو استحصال جاري رهي. ان کي اقتدار اعليٰ، قانون سازي جا اختيار هجن ٿا. سماج ۾ ناهمواريون (فساد) ڦهلائي ٿو.

(استحصالي)

قارون: سرمائيدار طبقي جو نمائندو آهي جيڪو چوي ٿو تہ سڀ ڪجهہ (مال و دولت) پنهنجي هنري منڊي سان مليو آهي(78-28) اهيو سيني معاشي

وسيلن تي قابض هوندو آهي، پورهيتن جي محنت جو استحصال ڪري ٿو:
هامان: استحصالي طبقي جو ٿنڪ ٽينڪ (دانشور، مذهبي پيشوائيت جو نمائندو ۽ پروپيگنڊه مشنري جو نمائندو آهي.
هن وقت سرمائيدار طبقو معاشي، سياسي ۽ ميڊيا جي ذريعن جو مالڪ آهي، سڀني کي اهو پنهنجي مقصد لاءِ استعمال ڪري ٿو. قرآن ۾ آهي تہ "اسين چاهيون ٿا تہ جن کي زمين ۾ ڪمزور (يعني پورهيت طبقو) ڪيو ويو آهي تن تي احسان ڪريون ۽ انهن کي اڳواڻ بنايون (سياسي وسيلا) ۽ انهن کي وارث (معاشي وسيلن جو) ڪريون ۽ انهن (پورهيت طبقي) جو زمين ۾ دٻدٻو قائم ڪريون ۽ فرعون ۽ هامان ۽ سندن لشڪرن کي انهن (ضعيفن يا پورهيتن) ڪان اها ڳالهہ (انقلاب) ڏيکاريون جنهن کان اهي ڊنا ٿي" (5-6:28)
ان مقصد يعني طاغوتي قوتن کي هٽائڻ (انقلاب) لاءِ، عالمي انقلابي پورهيتن جي پارٽي جي ضرورت هجي ٿي، جنهن کي قرآن "حزب الله" يعني پورهيت عوام جي پارٽي "جو نالو ڏنو آهي. حزب الله جي مخالف پارٽين ۽ گروهن کي "حزب الشيطان" چيو آهي. مومن حزب الله جا ميمبر ۽ ڪافر حزب الشيطان جا ڪارڪن هجن ٿا.
حزب الله جي پروگرام کي "سبيل الله" ۽ "حزب الشيطان" جي پروگرام "سبيل الطاغوت" چئجي ٿو. (76:4) سبيل الله ۽ سبيل الطاغوت ڪهڙي قسم جو پروگرام آهي ان جي وضاحت (5-6:28) ۾ آهي. سبيل الله مان مراد پورهيت عوام کي اڳواڻ ناهڻ (يعني سياسي وسيلن تي قبضو ۽ اقتدار حاصل ڪرڻ پيو. وارث ناهڻ، يعني پورهيت طبقي کي معاشي وسيلن (طاغوتي قوتن کان ڦري جو مالڪ بنائڻ) سبيل الطاغوت مان مراد پورهيت عوام کي سياسي ۽ معاشي وسيلين تي قبضو برقرار رکڻ آهي، قرآن ۾ الله جو لفظ "عوام" جي معنيٰ ۾ استعمال ٿيو آهي. جيئن الله کي قرضو ڏيو. مسجد الله جي آهي، زمين الله جي آهي ، الله جو رستو وغيره.
قرآني حزب الله عالمي ۽ بين الاقوامي جماعت آهي، ان ڪري پوري دنيا ۾

جتي يہ پورهيت عوام جو سياسي، معاشي استحصال ۽ ظلم وجبر تئي ٿو اتي ان کي جبر کان ڇڏائڻ حزب الله جي فرض ۾ شامل آهي (75:4)

ان ڪري قرآني نصب العين آهي تہ "الله پنهنجي رسول کي هڪ سچي ضابطہ حيات (نظام) سان موڪليو آهي جيئن اهو نظام سيني (ڪوڙن) نظامن تي غالب اچي. ڇاهي اها ڳالهہ مشرڪن (طبقاتي نظام جي حامين) کي نہ وڻي. (33:9)

طبقاتي سماج کي شرڪيہ معاشرو ۽ توحيدي سماج کي غير طبقاتي سماج يعني امت واحده (Class less Society) چئجي ٿو. ان ڪري خدائي نظام ۾ سيني انسانن لاءِ پبلڪ لاءِ (اجتماعي قانون يا رياستي قانون) هڪ هوندو باقي پرنسپل لاءِ (پنهنجي مذهب، ڪلچر عقيدي) ۾ هر ڪو آزاد ۽ مرضي جو مالڪ هوندو. قرآن "مذهب" جو لفظ استعمال نہ ڪيو آهي. مذهب مخصوص عقيدن، تصورن ۽ مخصوص رسمن ادا ڪرڻ جو نالو آهي. ماڻهن مذهب جو تعارف هن طرح جوڙيو آهي تہ مذهب جو مقصد انسان کي مرڻ کانپوءِ جي زندگي ۾ نجات ڏيارڻ آهي. ان جو دنيا جي مسئلن سان ڪو واسطو نہ هوندو آهي. اها مادي دنيا ڪن ۽ گند سان ڀريل آهي خدا جي "نيڪ بندن" لاءِ ضروري آهي تہ اهي ان کي نفرت جي قابل سمجهن جيستائين ٿي سگهي ان کان پري ڀڄن. امير غريب سڀ خدا ٺاهيا آهن، انهن جي تقدير ۾ ائين لکيل هو تنهن ڪري غريبن کي راضي بہ رضا رهڻ گهرجي ۽ خدا جي ان تقسيم ۾ هٿ چراند ڪرڻ خدائي قانون ۾ خدا خلاف بغاوت آهي ان ڪري غريب، اميرن جا هر قسم جا ظلم وجبر رضا خوشي ۽ صبر سان سهن، جڏهن تہ قرآن "الدين" نظام زندگي يا ضابطہ حيات جو تصور ڏنو آهي. جنهن جو زندگي جي هر معاملي سان واسطو هجي ٿو. اهو سيني اجتماعي (سياسي، معاشي) مسئلن جو حل پڌائي ٿو ان مقصد کي حاصل ڪرڻ لاءِ ان مستقل اقدار ڏنا آهن.

1 . هر فرد جون بنيادي ضرورتون پوريون ڪرڻ معاشري جو فرض آهي. (6:11) ، (151:6)

2. رزق جا ذريعا هر ضرورتمند لاءِ يڪسان طور تي کليل رهندا. ان تي ڪنهن کي به ذاتي ملڪيت جو سوال پيدا نٿو ٿئي (10:41 ) (10:55)
3. پنهنجون جائز ضرورتون کان وڌيڪ سڀ ڪجهه پين جي ضرورتن کي پورو ڪرڻ لاءِ ڏيڻ (219:2)
4. جنهن ۾ محنت ڪرڻ جي صلاحيت آهي، ان ڪــــي بغير محنت جي ڪجهه به نه ملندو (39:53)
5. هر انساني ٻچو انسان هجڻ جي لحاظ کان واجب الاحترام آهي (70:17)
6. خدا جي نظر ۾ سڀ کان بهتر اهو آهي جيڪو اعليٰ ڪريڪٽر (تقويٰ) جو مالڪ آهي (13:49)
قرآن استحصالي (ســرمائيدار) طبقي لاءِ خاص اصطلاح "مترفين (ٻين جي محنت تي عيش ڪرڻ وارا مالدار ۽ مفاد پرســت طبقو جيڪي هر نبي جي مخالفت ڪندا هئا (34:34) استعمال ڪئي آهي، ان کان علاوه الملأ، مستڪبرين (حڪمران طبقو) به لفظ اســـتعمال ڪيا آهن ۽ مظلوم پورهيت طبقي لاءِ "مســــتضعفين" اصطلاح استعمال ڪئي آهي ، جنهن جي معنيٰ معاشي طور تي ڪمزور آهي. عرب ڪمزور کــي ڪمي، ڪاسبيٰ (ڪم ڪرڻ وارا، محنت ڪندڙ) چوندا هئا. ان کــان علاوه الناس (The Masses)، رقبه (غلام، زنده محنت ڪندڙ مشــبين) ، يتيم، مترب، ســـائلين، انام، مقرين، مســـڪين، غارمين، فقرا وغيره لفظ پورهيتن جي مختلف صفتن جي حوالي کان استعمال ڪيا آهن.

قرآن جو معاشي نظام:

قرآن جيئن ته انســاني زندگـــي جي دور لاءِ هدايتون ڏيئي ٿو اتي ان منزل جو مڪمل تعارف ڪرايو آهي جتي پهچي نظام ربوبيت پنهنجي مڪمل شـــڪل ۾ قائم ٿئي ٿو. اتي هن ان عبوري دور لاءِ هدايتون ۽ ضابطا به ڏنا آهن جتان گـــذري آهســـتي آهستي آخري منزل تائين پهچڻو آهي.

جيئن خيرات و صدقات ، جي ترغيب انفاق في سبيل الله، بخل ۽ حرص جي مذمت ، ربوا جي ونڻ کان منع ڪرڻ ، دولت جمع ڪرڻ جي مخالفت ، وراثت

جا احڪام سب ان عبوري دور سان تعلق رکن ٿا. پر جڏهن نظام ربوبيت پنهنجي مڪمل شڪل ۾ قائم ٿئي ٿو ته ان ۾ ضرورتون هر هڪ جون پوريون ٿي وڃن ٿيون ۽ فاضل دولت Surplus ڪنهن وٽ نٿي رهي. ان ڪري ان وقت ان سماج لاءِ عبوري دور جي بابت احڪامن جي ضرورت نٿي رهي.

نظام ربوبيت مڪمل طور قائم ٿيڻ سان قرآني حڪم نافذ ٿي ويندو ته پنهنجي ضرورتن کان وڌيڪ سڀ جو سڀ خدائي نظام جي حوالي ڪري ڇڏيو (10:57), (33:24), (71:16),(53:16),(219:2)

ان عبوري دور کي ٿئي ڪسري جي انقلاب مخالف قوتن مختلف سازشن وسيلي مسخ ڪري قرآن کي مختلف مذهبي رسمون ۽ عقيدن جو مجموعو بڻائي ڇڏيو.

ڪامريڊ لينن جو قول آهي ته جڏهن دشمن ڪنهن نظريي کي ٻاهران شڪست ڏيڻ ۾ ناڪام ٿي وڃي ٿو ته اهو ان کي اپنائي وٺي ٿو ۽ ان جو سڀ کان وڏو علمبردار ٿي وڃي ٿو ۽ ان کي مافيه (اصل مقصد يا روح) کان محروم ڪري ڪجهه بي جان بي ضرر جملن ۽ نعرن جو مجموعو بڻائي ڇڏي ٿو. بلڪل ساڳي حالت انقلاب مڪ ۽ انقلاب روس سان ٿي. عبوري نظام کي گهٽي وقت تائين رکڻ ڪري قرآني حزب الله ۽ خود مارڪسي حزب الله تباه ٿي ويون.

ان ڪري پروگريسو ليبر پارٽي PLP عبوري دور لاءِ ڪرنسي سنسر جي مستقل حيثيت ختم ڪري يعني قابل تبادله ڪرنسي کي ختم ڪري ناقابل تبادله ۽ ڇهن مهينن يا هڪ سال اندر استعمال ٿيندڙ چيڪن جي عارضي حيثيت ڏيڻ جو پروگرام ڏنو آهي.

- ته جيئن ڪنهن به فرد کي مال گڏ ڪرڻ جو موقعو نه ملي. ڪرنسي سسٽم ذريعي ئي سرمائيدار طبقو پورهيت طبقي جو استحصال ڪري ٿو ۽ ڊويزن آف ليبر محنت جي تقسيم (اسپتال ۾ ڊاڪٽر، نرس، ڪمپائونڊر، ٽيڪنيشن وارڊ بواءِ، پٽيوالو وغيره جي مختلف ڪمن ڪري پگهارن ۾ فرق رکيو وڃي ٿو) ڪري پگهار ۾ فرق رکڻ سرمائيدار طبقي جي مفاد ۾ آهي.

نظام ربوبيت ۾ ضرورت کان وڌيڪ سڀ جو سڀ خدائي نظام کي حوالي ڪرڻ جي صورت صرف اها ٿيندي تہ سڀ پنهنجي صلاحيتن مطابق ڪم (محنت) ڪندا ۽ ضرورت مطابق انهن کي سڀ ڪجهہ خدائي نظام ڏيندو. جنهن سان سندن جسم ۽ انساني ذات (روح) جي بهتر نموني نشو و نما Development ٿيندي ويندي ۽ ڌرتي جنت الارض بڻجي ويندي سڀ ٿي برايون ۽ بداخلاقيون جيڪي طبقاتي نظام جي پيدوار آهن اهي ختم ٿي وينديون.

اهڙي طرح امت واحده (توحيدي سماج Classless and stateless society يا غير طبقاتي ۾ اچي ويندو جيڪو قرآن جو اصل مقصد آهي. اصل وحدت انسانيت اها آهي. جنهن لاءِ نبين کي موڪليو ويو.

## Quranic Theory of surpuls value

### قرآني نظريہ قدر زائد

فلکم رؤس اموالکم (279:2)

توهان لاءِ صرف راس مال (اصل مال) آهي.

لا تظلمون ولا تظلمون.

نہ اوهان ظلم ڪندؤ ۽ نہ اوهان تي ظلم ڪيو ويندو. ربوا جي معنيٰ آهي اصل زر (اصل مال) کان وڌيڪ وٺڻ. ربوا صرف قرض تائين محدود نہ آهي (هاڻي تہ ان جي صورت بہ تبديل ٿي چڪي آهي. ڏي ويليو ۽ انفليشن ڪري معاملو تبديل ٿي چڪو آهي. مثلاً هڪ شخص کي ڪو 150 روپئي واري سيمينٽ جي بوري قرض طور وٺي ڏيئي ٿو تہ جڏهن اهو شخص بوري قرض لاهڻ لاءِ وڌيل پئسن ۾ 300 روپين ۾ خريد ڪري ڏيئي ٿو تہ ڇا اهو ربوا ۾ شمار نہ ٿيندو؟) سرمايہ جو واحد بنياد محنت، اهو قرآن جو جامع اصول آهي. قرآني معاشي نظام جي سڄي عمارت ان تي بيٺل آهي. ڇا معاوضو (Wage) محنت Labour جو آهي يا سرمائي (اصل مال =Capital) جو؟ قرآن مطابق معاوضو صرف محنت

Labour جو آهي.

ليس للانسان الاما سعيٰ (39:53)

انسان صرف محنت جي اجرت جو حقدار آهي. سرمايو (اصل مال) ڪا اهڙي شي نه آهي جنهن جو معاوضو ورتو وڃي. معاشي نظام جي ڪهڙي به معاملي ۾ محنت جي بغير صرف سرمائي Capital جو معاوضو ورتو وڃي، چاهي ان جي ڪهڙي به شڪل هجي اهو ربوا ۽ وياج آهي. قرآن ان کي بلڪل ممنوع قرار ڏنو آهي ۽ ربوا وٺڻ کي الله رسول (خدائي نظام يا رياست) خلاف اعلان جنگ ڪرڻ جي برابر سڏيو آهي (279:2) ڪاروبار جي منافعي ۽ ربوا ۾ ڪهڙو فرق آهي؟ ڪاروبار ۾ سرمايو ۽ محنت ٻئي شامل هوندا آهن، وڪڻڻ جي قيمت ۾ سرمايو ۽ ڪاروبار ڪندڙ جي محنت جو سرمايو به شامل هوندو آهي. اهيو حلال آهي ڇاڪاڻ جو اهيو محنت جو معاوضو (اجرت) آهي. پر ربوا ۾ صرف سرمايو لڳي ٿو محنت استعمال نٿي ٿئي. ان ڪري ان ۾ جيڪو ڪجهه وڌيڪ ملندو اهو سرمائي (اصل مال Capital) جو معاوضو آهي جيڪو قرآن مطابق حرام ۽ ممنوع آهي.

هڪ شخص ڪنهن ماڻهو کي هڪ لک قرض ڏئي مهيني ۾ ٻه هزار وٺڻ، يا ان لک جي جاءِ ڏئي ٻه هزار ڪرايو وٺڻ، يا هاري کي لک جي زمين ڏئي ٻنئي تي حصو وٺڻ، ڪارخاني ۾ سرمايو لڳائي، مزدورن جي محنت تي دولت وڌائڻ، ڪاروبار ۾ پائيواري يا سرمائي تي نوڪر رکي محنت ڪري وڌائي ڏيڻ سڀ ربوا جون مختلف شڪلون آهن. اهو لک (سرمايو) گهر ۾ رکڻ سان وڌندو ڪو نه، ٻنيءَ ۾ محنت بغير فصل خود بخود نه ٿيندو دوڪان (ڪاروبار) ۾ رکڻ سان بغير محنت ۽ عمل جي ڪجهه به نه وڌندو نه خالي ڪارخاني رکڻ سان نئين پيداوار جنس Commodity نه پرائيويٽ اسڪول يا پرائيويٽ اسپتال رکڻ سان ٿي وڌي سگهندو. ڇاڪاڻ جو اهو لک (سرمايو) قرض وٺندڙ، هاري، مزدور، نوڪر، استاد جي محنت، ڊاڪٽرن ۽ ٻئي عملي جي محنت Labour سان وڌي ٿو. ان ڪري قرآن مطابق وڏا ڪاروبار (جيڪي نوڪرن (مزدورن) جي محنت تي وڏا ٿيا يا وڃن ٿا) جاگيرداري نظام ۽

سرمائيداري نظام سڀ نظام ربوا جون مختلف شڪلون آهن. اهي سڀ حرام (بلڪل ممنوع) آهن.

محنت جا ذريعا (پيداوار معاشي ذريعا مثلا: زمين وغيره) سڀ قدرت طرفان مهيا ٿيل آهن ان ڪري نيون شيون (Commodities) قدرت محنت سان پيدا ٿين ٿيون. سرمائي (Capital) سان ڪا به شي پيدا ٿي نٿي سگهي. ان ڪري معاوضو (اجرت Wage) صرف محنت جو آهي. آخر ۾ امام انقلاب عبيدالله سنڌي جي تقرير ڏجي ٿي جنهن ۾ پاڻ قرآن جي انقلابي فڪر ۽ تحرڪ کي مختصر ۽ جامع انداز ۾ بيان ڪيو آهي.

............... رسول الله صہ ۽ سندن صحابہ ڪرام رضہ جن دنيا ۾ سوشلسٽ نظام ٺي تہ آندو هو. انهن دنيا ۾ پهريون ڀيرو سرمائيدار نہ حڪومتي نظام ۽ ملوڪيت جي بت کي ٽوڪر هنئي هئي. صحابہ ان انقلابي جماعت (حزب الله) جا ميمبر (مومن) هئا جن جي ڪارنامن ۽ قربانين تي الله تعاليٰ قرآن مجيد ۾ فخر جو اظهار فرمايو آهي. اسلام جي ظاهر ٿيڻ وقت دنيا سرمائيداري ۽ ملوڪيت جي گهاٽي ۾ پسجي رهي هئي.

سوشلزم سرمائيداري جو ضد آهي، جهڙيءَ ريت ڏينهن رات جو ، روشني اونده جو ضد آهي. جڏهن ملوڪيت مصر جي فرعونن جي روپ ۾ اڀري تہ سوشلزم ، "انبياءَ ڪرامؑ" جي روپ ۾ ظهور پذير ٿيو. جهڙي ريت سرمائيداري ۽ ملوڪيت ، پنهنجا روپ ۽ شڪلون تبديل ڪندي رهي ، ساڳيءَ ريت سوشلزم بہ روپ مٽائيندو رهيو آهي. اهو انسان جو ارتقائي عمل آهي. نبي سڳورا مخصوص حالتن ، ماحول ۽ ٻولي ۾ سوشلزم ، انصاف ۽ مساوات جي تبليغ ڪندا هئا، مصيبتون سهندا ۽ ڪامياب ٿيندا رهيا آهن. حضور صہ جو سوشلزم سمورن نبين سڳورن جي عمل جو مجموعو آهي. پاڻ سڳورن عالمي انقلاب آڻڻ لاءِ مختلف مرحلن تي مختلف نبين جا طريقا استعمال ڪيا.

...............اسلام جي ظاهر ٿيڻ وقت سرمائيداري ۽ ملوڪيت پنهنجي اوج تي هئي، ان انسان جي سمورن مادي وسيلن (معاشي ۽ سياسي

ذريعن) تي قبضو ڪري ورتو هو ۽ انسان ڪان انسان هجڻ جو حق به ڪسي ورتو هو. انسانيت پنهنجي سمورن بنيادي حقن ڪان محروم ٿي چڪي هئي. ايستائين جو انسانن کي بتن ۽ بادشاهن تي قربان ڪرڻ عام رواج بڻجي چڪو هو. عورت جيڪا ماءُ هئي، ڀيڻ هئي، ڌي ۽ زال هئي پليت ۽ ناپاڪ سمجهي ويندي هئي، عورت کي ماريو، کهي ڇڏڻ يا جيئري قبر ۾ پورڻ کو قانوني ڏوهه نه هو. عورت جي ڪنهن به حق جو ڪو سوال ئي پيدا نه پئي ٿيو. دنيا جي غريب ۽ بيوس عوام کان جانورن جهڙو ڪم وٺڻ ۽ سندن گهاتي پگهر جي ڪمائي ڪائڻ سرمائيداري ۽ ملوڪيت جي قانون ۾ سڀ جائز هيو. توهان يونان، روم، ايران (ان زماني جون به وڏيون عالمي سامراجي قوتون جن کي قيصر ۽ ڪسري چيو ويندو هو؟ هندوستان، عرب جي سموري تاريخ کي غور سان پڙهي ڏسو. اهي سمورا ڳالهيون چٽيون لڪيل ملنديون ۽ دنيا جا قديم آثار ان جي تصديق ڪن ٿا.

قانون، تاريخ ۽ عمرانيات جا سمورا فلسفا ملوڪيت ۽ سرمائيداري جي تائيد ڪندا هئا. سمورا انساني حق ملوڪيت جي حوالي هئا ۽ سموريون ذميداريون غريب عوام جي مٿي تي هيون. اسلام، انهن سمورين لعنتن ۽ بي انصافين کي مڪمل طور ختم ڪري ڇڏيو. ۽ انسان کي انسان جي برابر آڻي بيهاريو. ايستائين جو عمر رضه ۽ عثمان رضه جهڙا صحابي حضرت بلال حبشي رضه کي يا سيدي (اي منهنجا سردار) چئي سڏڻ لڳا. صحابه رضه ان انقلابي پيغام کي کڻي دنيا ۾ نڪتا. پهريائين عرب کي شيخن جي اقتدار کان پاڪ ڪيو، ان کانپوءِ عرب دنيا ۾ شام، مصر، لبنان، عراق کي ملوڪيت کان پاڪ ڪرڻ جو قدم کنيو. عرب سرزمين روم (۽ ايران) جي قبضي ۾ هئي. حضور صه جن پنهنجن هٿن سان روم خلاف جهاد (انقلابي عمل) جو افتتاح فرمايو. ياد رکو ته اهو جهاد ايران، شام، عراق، فلسطين يا مصر جي عوام خلاف نه هو پر انهن تي قابض ملوڪيت، جاگيرداري ۽ سرمائيداري خلاف هو............. اهو جهاد دنيا جي قومن جي آزادي جي جنگ ۽ انقلاب هيو.........................

جنهن ۾ انهن سمورن ملڪن جي مظلوم عوام، اسلام جي انقلابي فوجن جي مدد ۽ سهڪار ۽ رهبري ڪئي هئي. جنهن جي عوام جي تعاون يا غير جانبداريءَ کان سواءِ ڪا به ٻاهرين طاقت فتح حاصل ڪري نٿي سگهي. اسلام ۽ ٻين مذهبن ۾ هي فرق آهي ته اســـلام هڪ انقلابي عالمي تحريڪ جو نالو آهي. جنهن جي ابتڙ ٻيا مذهب ڪجهه فرسوده رسمن (عقيدن) ۽ رواجن تي ٻڌل آهن. اســلام (قرآن) دنيا جي مظلوم عوام (Havenots) جي آزادي جو عالمي انقلابي پروگرام آهي.

...................مون جڏهن رسول صہ جي سيرت ۽ صحابہ سڳورن رضہ جا ڪارناما ۽ انهن جي جاري ڪيل حڪومتي نظام جي وضاحت روس ۾ رهائش دوران بولشـــيوڪ انقلابين آڏو ڪئي ته انهن جي حيرت جي حد نہ رهي. انقلاب دوران مون ڪـــي روس ۾ تقريرون ڪرڻ جي اجازت ڏني وئي هئي. مون تي روس ۾ اچڻ وڃڻ جون سموريون پابنديون هٽايون ويون. منهنجي تقريرن جا نوٽيس ورتا ويا ۽ اهي نوٽيس شايع ڪرايا ويا. مون جڏهن بولشيوڪ دوستن کي ٻڌايو تہ رسول صہ پنهنجو ڪو به ورثو ۽ جائيداد پنيان نہ ڇڏي هئي تہ انهن پڇيو تہ جڏهن ذاتي ملڪيت رکڻ سنت نبوي ۽ قرآني احڪامن جي خلاف آهي تہ پوءِ ترڪيءَ جي سلطان ۽ مسلمانن بادشاهن، ڪي ذاتي جاگيرون ۽ بلند عمارتون (محل) رکڻ جو حق ڇو ڏنو ويو آهي تہ مون کين جواب ڏنو تہ اهي دنيا جي ٻين بادشاهن وانگر بادشاهہ آهن، جيئن فرعون ۽ مغل بادشاهہ هئا، اهي سڀ فرعونن جي وارث تي آهن ۽ اصل اسلام (قرآن) سان انهن جو ڪو بہ واسطو ڪونهي. انهن مسلمان بادشاهن اسلام (قرآن) جي احڪامن جي خلاف عوام جا حق ڦٻايا آهن. مون کين ٻڌايو تہ حضرت ابوبڪر رضہ پنهنجو پاڻ کــي پراڻي ڪفن ۾ دفن ڪرايو هو. ۽ حضرت عمر رضہ جو قرض سندس پٽ گهر وڪڻي ادا ڪيو هو ۽ حضرت عمر رضہ فتح ڪيل زمينون هارين ۾ ورهايون هيون ۽ فاتح عرب فوجين کــي ويسو بہ نہ ڏنو هو، بلڪ انهن لاءِ شهر کان ٻري ڇانوڻيون ٺهرايون هيون تہ جيئن عوام جيزندگي ۾ خلل نہ وجهن. ۽

سمورين فتحن جي باوجود حضرت عمر رضہ جي خلافت (انقلابي قرآني اصولن واري حڪومت) ۾ ڏڪار پيو هو. جيڪڏهن اسلام ۾ مفتوح قومن جي ڦرلٽ جائز هجي ها تہ ڏڪار پوڻ جو سوال ئي پيدا نہ ٿيڻي ٿيو. حضرت ابوبڪر رضہ جي خلافت جي قيام لاءِ سموري عرب ۾ رائي شماري ڪرائي هئي. اها دنيا جي تاريخ جي پهرين عوامي اليڪشن هئي. جڏهن مون اهي سموريون ڳالهيون تاريخ جي مستند حوالن سان بولشيوڪ دوستن کي ٻڌايون تہ انهن کي ڏنڊين آڱريون اچي ويون ۽ اسلام بابت سندن شڪ شبها دور ٿي ويا. تڏهن کين سمجهہ ۾ آيو تہ اصل اسلام ڇا آهي ۽ رائج الوقت اسلام ۾ ڇا فرق آهي (جنهن کي مذهبي پيشوائيت پيش ڪري ٿي) اصلي اسلام، اسلامي سوشلزم هو ۽ رائج الوقت اسلام سرمائيداري آهي، جنهي جو پاڙ ۾ ڪوبہ لاڳاپو ۽ مناسبت نہ آهي. في الحال تہ ترڪ، هندوستان عربي، ملوڪيت ۽ سرمائيداري کي اسلام جو ٿالو ڏنو ويو آهي. جيڪو اسلام جي مقصد، متن ۽ روح جي هر حالت ۾ خلاف آهي.......................................................

.. اسلام دين فطرت آهي. سموري ڪائنات انسان جي فائدي لاءِ ناهي وئي آهي. هي سج، هي چنڊ تارا، هي زمين (۽ ان مان نڪرندڙ هيون.............................. سمورا وسيلا)، هي نباتات، جمادات هي سمورا خزانا اسان لاءِ آهن جن ۾ ڪابہ حد بندي ناهي ڪئي وئي. جهڙي ريت اوهان اهو نٿا چئي سگهو تہ سج يا چنڊ جو فلاڻو حصو اسان جو (ملڪيت) آهي، اهڙي طرح توهان کي زمين ۽ ان جي وسيلن ۽ خزانن کي پنهنجي لاءِ مخصوص ڪرڻ ۽ ٻين کي محروم ڪرڻ جو سمورو فلسفو باطل، غير اسلامي ۽ غير فطري آهي، جنهن کي اسلام جيڪو انصاف ۽ مساوات جي ٿنڀي تي بيٺل آهي ڪڏهن بہ برداشت نہ ٿو ڪري سگهي. الله تعاليٰ پنهنجي ڪلام پاڪ ۾ اسلامي سوشلسٽ نظام کي سمجهائڻ ۽ وضاحت ڪرڻ لاءِ هڪ طرف غاصب فرعون، هامان، قارون،

شداد، نمرود جو ذڪر فرمايو آهي ۽ انهن جي مقابلي ۾ اسلامي سوشلسٽ انقلابين نوح ع ، ابراهيم ع ، يوسف ع ، شعيب ع ، موسيٰ ع، عيسيٰ ع ۽ محمد ص جو ذڪر فرمايو آهي. قرآن شريف ۾ اسلامي سوشلسٽ نظام ڪي عوام آڏو وڏيڪ سولي نموني واضح ڪرڻ لاءِ ماکيءَ جي مک ۽ ڪول (اهي ٻئي سماجي جيت آهن) جي نظام حيات جو ذڪر فرمايو ويو آهي، تہ ڪيئن اهي حشرات الارض ۽ ناقص المخلوق سڀ گڏجي سڏجي رزق پيدا ڪن ٿا ۽ ان رزق جي برابر ورهاست ڪن ٿا تہ جيئن هو زنده رهن ۽ انصاف قائم رهي. (انهن ۾ ڪو بہ ڪرنسي سسٽم رائج نہ آهي) ڇا انسان جيڪو اشرف المخلوقات هجڻ جو دعويدار آهي، ماکيءَ جي مک ۽ ماڪوڙي جيترو بہ عقل، ادراڪ ۽ بصيرت نٿو رکي؟ خود ڪامريڊ لفظ پڻ صحابہ جي لغوي معنيٰ آهي..................

روس جنهن مذهب جي مخالفت ڪئي آهي، اهو اسلامي سوشلزم نہ آهي، هن تہ عيسائي ڪليسا جي مخالفت ڪئي آهي جيڪا مذهب جي نالي تي عوام جي سمورن پيداواري وسيلن تي قابض ٿي چڪي هئي جيڪا زار جي ملوڪيت ۽ ڏاڍ جي معاون هئي. اهڙي استحصالي مذهب جون پاڙون پٽڻ هر عوامي انقلابي تحريڪ جو مقصد هوندو آهي ، استحصالي مذهب سرمائيدار بگهڙن لاءِ رڍن جو ويس آهي ، جنهن ڪي پائي هو رڍن ڪي مارين ۽ کائن ٿا . اهو ڪردار ابو لهب وارو آهي جنهن تي قرآن مجيد لعنت فرمائي آهي. بالشيوڪن جي سچي ڪاوڙ ان بگهڙ صفت ابو لهبن خلاف هئي، جن ڪي ختم ڪرڻ جي بالشيوڪن هر ممڪن ڪوشش ڪئي آهي. (ورتل سنڌ فورم نمبر 7)

جماعت ۽ سوسائٽي ۾ فرق واري اصول مطابق جماعت عارضي ۽ سوسائٽي هميشہ رهڻ واري آهي. جماعت جي اصولن ۽ قاعدن ۽ سوسائٽي جي اصولن ۾ فرق ٿئي ٿو. جماعت جو بنياد مخصوص تشخص، مخصوص علامتن، مخصوص ضابطہ اخلاق ۽ مخصوص نصب العين (مقصد) ۽ مخصوص نظرياتي تعليم و تربيت تي هجي ٿو. جڏهن تہ سوسائٽي (سماج) ۾ اهي نہ هلندا آهن. سوسائٽي جو بنياد

صلح ڪل، پيار و محبت، باهمي تعاون تي هوندو آهي. جماعت جو منشور ۽ پروگرام هوندو آهي ۽ ان جو ميمبر ٿيڻ لاءِ ڪجهه شرطون هونديون آهن جن کي مڃي ڪوبه ان جو ميمبر ٿي سگهي ٿو پر سوسائٽي جو ميمبر ٿيڻ لاءِ ڪا به شرط نه هوندي آهي. هر انسان جنهن سوسائٽي ۾ پيدا ٿيو آهي ان جو قدرتي طور ميمبر ٿي ويندو آهي هر جماعت جو خاص مقرر ٿيل وقت (عرصو) هوندو آهي اها جماعت پنهنجو مقصد پورو ڪري ختم ٿي سوسائٽي ۾ ضم يا تحليل ٿي وڃي ٿي. سندس رسمون، تنظيمي ضابطا، فقهي قانون، علامتون سوسائٽي ۾ آثار قديم وانگر وڃي بچن ٿا. جڏهن جماعت سوسائٽي ۾ تحليل ٿي ڪلچر، تهذيب وتمدن ۽ قومي و نسلي ٿي وڃي ٿي ته ان کي ٻيهر جيئرو (احيا) نٿو ڪري سگهجي. تاريخ جو اهيو اٽل فيصلو آهي ته جن فردن جن نظرين کي فرسوده ڪري ڇڏيو هجي. انهي کي ٻيهر ساڳين نظرين سان احيا نٿو ڪري سگهجي. جيئن مردي کي جيئرو نٿو ڪري سگهجي. ساڳئي طريقي سان مرده جماعت کي به جيئرو نه ٿو ڪري سگهجي.

## سيڪيولر ازم

جيئن تہ دنيا جي فڪري ادارن ۽ شخصيتن سيڪيولر ازم واري اصطلاح جي لينسبت معني مطلب ۽ مفهوم هي پاس ڪيو آهي تہ دنيا جو جيڪو بہ قانون، منشور ۽ دستور، عقل ۽ ڏاهپ تي جوڙيو ويو هجي، فڪر ۽ فهم تي ترتيب ڏنو ويو هجي، ان کي سيڪيولر چئجي. يعني اهو قانون ۽ دستور سيڪيولر چيو ويندو جيڪو عقل فهم ۽ فراست جي دليلن ۽ اصولن تي ترتيب ڏنل هوندو. انهيءَ تشريح جي روشنيءَ ۾ اسان ڪتاب قرآن حڪيم مان مليل ڪائنات جي دستور ۽ حياتيءَ جي مسئلن لاءِ قانونن کي ڏسون ٿا تہ اهي سڀ جو سڀ فطرت جي عقلي اصولن تي سماجي برابريءَ معاشي برابريءَ تي مشتمل آهن. ۽ خود جناب رسول صہ مشتمل آهن. ۽ خود جناب رسول صہ جن فرمايو آهي تہ منهنجي دعوت ۽ سڏ بصيرت وارين ڳالهين طرف آهي ۽ مون سان گڏ جيڪي منهنجا پوئلڳ آهن انهن جي دعوت ۽ سڏ بہ عقل ۽ بصيرت وارو هوندو (12-108) ۽ رب پاڪ سموري قرآن لاءِ فرمايو آهي تہ هن ڪتاب جا سڀ قانون بصيرت وارن عقلي فارمولن تي مشتمل آهن. (6-104) (20-45) پوري قرآن ۾ عقل، غور فڪر، تدبر ۽ بصيرت جي ڳالهين ۽ اصولن جو ذڪر ملائي ڪري سؤ پيرن کان وڌيڪ تعداد ۾ آندو ويو آهي، ان ڪري قرآن حڪيم ۾ حڪومت هلائڻ لاءِ جنهن جمهوريت واري طريقي ۽ ذريعي جو حڪم ڪيو ويو آهي تہ وشاورهم في الامر (3-159) ۽ وامر هم شوري بينهم (42-38) يعني پنهنجي ساٿين جي مشورن سان قانوني معاملا لاڳو ڪيو ۽ رسول الله ۽ انجي آيتن مان هي سمجهڻ گهرجي تہ انهي مشاورت واري جمهوريت ۾ ڪن ڳڻ وارن ووٽن جي مقابلي ۾ عقلي دليلن جي گهٽائي وارن ووٽن جي اهميت وڌيڪ اثرائتي قرار ڏني ويندي ان ڪري جو اصول ۾ اهميت مسئلي جي عقل ۽ بصيرت مطابق هجڻ ۾ آهي.

ملڪ پاڪستان ۾ لفظ سيڪيولر جي معني جيڪا لادينيت ڪئي ٿي وڃي اها معني پاڪستاني آهي، غلط آهي، هترادو آهي، اها معني نظريي پاڪستان جي تخليقڪارن جي گهڙيل آهي.

هن منشور کي جيڪو بہ ملڪ قائم ڪري عمل ۾ آڻيندو تہ گارنٽي ڏجي ٿي تہ اهو ملڪ خوشحال رهندو ۽ ان ۾ ڪا بہ قرلٽ بد امني بيروزگاري ڪانہ ٿيندي.

## ڇوٽڪاري جي واٽ قرآن تي عمل ڪرڻ سان ملندي

سنڌ جي مسلم ليگي اڳواڻن هن نندڙي ڪنڌ جي وڙهاڳي مهل 1940ع جي معاهدي هيٺ سنڌ کي پاڪستان نالي وفاق ۾ شامل ڪيو هو پوءِ پاڪستان جي مضبوط مرڪز وارن اڄ تائين هڪ ڏينهن لاءِ به ان معاهدي تي عمل نہ ڪيو آهي، الله عزوجل قرآن پاڪ جي سورت انفال جي آيت نمبر 58 ۾ حڪم ڏنو آهي تہ جن ماڻهن کان اوهان وعدي خلافي جو انديشو محسوس ڪيو تہ پوءِ اهو معاهدو انهن جي منهن تي وهائي ڏيو، اڳتي لاءِ اوهان بہ ان معاهدي کان آزاد آهيو.

---

جيئن تہ سنڌ ساڳر پارٽي جو منهڙيون بانيڪار امام انقلاب عبيدالله سنڌي آهي ۽ ان جو فرمان هو تہ سنڌ هڪ ملڪ آهي صوبو ناهي ۽ سنڌ سنڌين جي آهي، ان ۾ اسان ڪنهن بہ مذهبي مت ڀيد کي قبول نہ ڪنداسين انڪري سنڌ ساڳر پارٽي جو سياسي منشور ۽ قبلو امام سنڌي جو اهو ئي نظريو ۽ فڪر آهي ۽ رهندو.

# پڙهندڙ نَسُل . پَ نَ

## The Reading Generation

1960 جي ڏهاڪي ۾ عبدالله حسين ” اُداس نسلين“ نالي ڪتاب لکيو. 70 واري ڏهاڪي ۾ وري ماڻِڪَ ”لُڙهندَڙ نَسُل“ نالي ڪتاب لکي پنهنجي دورَ جي عڪاسي ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. امداد حُسينيءَ وري 70 واري ڏهاڪي ۾ ئي لکيو:

انڌي ماءُ ڄڻيندي آهي اونڌا سونڌا ٻارَ
ايندڙ نسل سَمورو هوندو گونگا ٻوڙا ٻارَ

هر دور جي نوجوانن کي اُداس، لُڙهندَڙ، ڪَڙهندڙ، کُڙهندڙ، ڀَرندڙ، ڇُرندڙ، ڪِرَندڙ، اوسيئڙو ڪَندَڙُ، ياڙي، ڪائُو، ياجوڪَڙُ، ڪاوڙيل ۽ وِڙهندڙ نسلن سان منسوب ڪري سَگهجي ٿو، پَر اسان اِنهن سيني وِچان ”**پڙهندڙ**“ نسل جا ڳولائو آهيون. ڪتابن کي ڪاڳر تان کڻي ڪمپيوٽر جي دنيا ۾ آڻڻ، ٻين لفظن ۾ برقي ڪتاب يعني e-books ٺاهي ورهائڻ جي وسيلي پڙهندڙ نسل کي وَڌَڻ، ويجهَڻ ۽ هِڪَ ٿِئي کي ڳولي سَهڪاري تحريڪ جي رستي تي آڻِڻَ جي آسَ رکون ٿا.

پَڙهندڙ نَسل (پَـنَ) ڪا بہ تنظيمَ ناهي. اُنَ جو ڪو بہ صدر، عُهديدار يا پايو وِجهندڙ نہ آهي. جيڪڏهن ڪو بہ شخص اهڙي دعوىٰ ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو ڪُوڙو آهي. نہ ئي وري پَنَ جي نالي ڪي پئسا گڏ ڪيا ويندا. جيڪڏهن ڪو اهڙي ڪوشش ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو بہِ ڪُوڙو آهي.

جهڙيءَ طَرَح وڻن جا پَنَ ساوا، ڳاڙها، نيرا، پيلا يا ناسي هوندا آهن اهڙيءَ طرح پڙهندڙ نَسُل وارا پَنَ بہ مختلِف آهن ۽ هوندا. اُهي ساڳئي ئي وقت اُداس ۽ پڙهندڙ، ٻَرندڙ ۽ پڙهندڙ، سُست ۽ پڙهندڙ يا وِڙهندڙ ۽ پڙهندڙ بہ ٿي سگهن ٿا. ٻين لفظن ۾ پَنَ ڪا خُصوصي ۽ تالي لڳل ڪِلَب Exclusive Club نہ آهي.

ڪوشش اها هوندي تہ پَنَ جا سڀ ڪَم ڪار سَهڪاري ۽ رَضاڪار بنيادن تي ٿين، پر ممڪن آهي تہ ڪي ڪم اُجرتي بنيادن تي بہ ٿِين. اهڙي حالت ۾ پَنَ پاڻ هِڪَٻِئي جي مدد ڪَرڻ جي اُصولَ هيٺ ڏي وَٺُ ڪندا ۽ غيرتجارتي non-commercial رهندا. پَنَن پاران ڪتابن کي ڊِجيٽائِيز digitize ڪرڻ جي عَملَ مان ڪو بہ مالي فائدو يا نفعو حاصل ڪرڻ جي ڪوشش نہ ڪئي ويندي.

ڪتابن کي ڊِجيٽائِيز ڪرڻ کان پو ٻيو اهم مرحلو وِرهائڻ distribution جو ٿيندو. اِهو ڪم ڪرڻ وارن مان جيڪڏهن ڪو پيسا ڪمائي سگهي ٿو تہ ڀلي ڪمائي، رُڳو پَنَن سان اُن جو ڪو بہ لاڳاپو نہ هوندو.

پَنَن کي ڪُليل اڪرن ۾ صلاح ڏجي ٿي تہ هو وَسَ پٽاندڙ وڌِ کان وَڌِ ڪتاب خريد ڪَري ڪتابن جي ليکَڪَن، ڇپائيندڙن ۽ ڇاپيندڙن کي هِمٿائِن. پر ساڳئي وقت عِلم حاصل ڪرڻ ۽ ڄاڻ کي ڦهلائڻ جي ڪوشش دوران ڪَنهن بہ رُڪاوٽَ کي نہ مڃن.

شيخ اَيازَ علمَ، جاڻَ، سمجهہَ ۽ ڏاهپَ کي گيتَ، بيتَ، سِٽَ، پُڪارَ سان تَشبيهہ ڏيندي انهن سيني کي بَمن، گولين ۽ بارودَ جي مدِ مقابل بيهاريو آهي. اياز چوي ٿو تہ:

گيتَ بہِ جڻ گوريلا آهن، جي ويريءَ تي وار ڪَرن ٿا.
... ...
جئن جئن جاڙ وڌي ٿي جَڳَ ۾، هو ٻوليءَ جي آڙ ڇُپن ٿا؛
ريتيءَ تي راتاها ڪن ٿا، موتي مَنجهہِ پهاڙ ڇُپن ٿا؛
... ...
ڪالههَ هُيا جي سُرخ گُلن جيئن، اڄڪلههَ نيلا پيلا آهن؛
گيتَ بہِ جڻ گوريلا آهن........
... ... ... ...
هي بيتُ اَٿي، هي بَم- گولو،
جيڪي بہ ڪٽين، جيڪي بہ ڪٽين!
مون لاءِ ٻنهي ۾ فَرَقُ نہ آ، هي بيتُ بہ بَمَ جو ساٿي آ،
جنهن رِڻَ ۾ رات ڪَيا راڙا، تنهن هَڏَ ۽ چَمَ جو ساٿي آ ـ

اِن حسابَ سان اٽڪاٽائي کي پاڻَ تي اِهو سوچي مَڙهڻ تہ ”هاٽي ويڙهہ ۽ عمل جو دور آهي، اُن ڪري پڙهڻ تي وقت نہ وڃايو“ ناداني‌ءَ جي نشاني آهي.

پَنَن جو پڙهڻ عام ڪِتابي ڪيڙن وانگر رُڳو نِصابي ڪتابن تائين محدود نہ هوندو. رڳو نصابي ڪتابن ۾ پاڻ کي قيد ڪري ڇڏڻ سان سماج ۽ سماجي حالتن تان نظر ڪڄي ويندي ۽ نتيجي طور سماجي ۽ حڪومتي پاليسيون policies اٽڪاٽن ۽ نادانن جي هٿن ۾ رهنديون. پَنَ نِصابي ڪتابن سان گڏوگڏ ادبي، تاريخي، سياسي، سماجي، اقتصادي، سائنسي ۽ بين

ڪتابن ڪي پڙهي سماجي حالتن کي بهتر بڻائڻ جي ڪوشش ڪندا.

پَڙهندڙ نَسُل جا پَنَ سيني کي **چوء چالاءِ ۽ ڪينئن** جهڙن سوالن کي هر بَيانَ تي لاڳو ڪرڻ جي ڪوٺَ ڏين ٿا ۽ انهن تي ويچار ڪرڻ سان گڏ جوابَ ڳولڻ کي نہ رڳو پنهنجو حق، پر فرض ۽ اٽٽر گهرج unavoidable necessity سمجهندي ڪتابن کي پاڻ پڙهڻ ۽ وڌ کان وڌ ماڻهن تائين پهچائڻ جي ڪوشش جديد ترين طريقن وسيلي ڪرڻ جو ويچار رکن ٿا.

توهان بہ پڙهڻَ، پڙهائڻ ۽ ڦهلائڻ جي اِن سهڪاري تحريڪ ۾ شامل ٿي سگهو ٿا، بَس پنهنجي اوسي پاسي ۾ ڏِسو، هر قسم جا ڳاڙها توڙي نيرا، ساوا توڙي پيلا پن ضرور نظر اچي ويندا.

وڻ وڻ کي مون ڀاڪي پائي چيو تہ "منهنجا ڀاءُ
پهتو منهنجي من ۾ تنهنجي پَنَ پَنَ جو پڙلاءُ".
- اياز (ڪلهي پاتم ڪينرو)